# سولو

# سنڌي گرامر

## ۽ مضمون

## ڀاڱو پهريون

(سنڌي ٽئين ۽ چوٿين ڪلاس لاءِ)


مصنف:
جمال الدين هوت خان خاصخيلي
(ايم - اي)
اسسٽنٽ ماسٽر ٽريننگ اسڪول سڪرنڊ



دفعو ١] سال ١٩٦٨ع [تعداد ١٠٠٠

قيمت ٠-٥٠ پئسا

ڇپائيندڙ:

مختيار بڪ ڊيپو

مسجد روڊ نواب شاهه

# ديباچو

گرامر ٻوليءَ جي سونهن آهي. استادن کي گهرجي ته شاگردن کي گرامر جي واقفيت درست طريقي سان ڏين جيئن کين ڏکيائي نه ٿئي. مون شاگردن جي آسانيءَ لاءِ هيءُ ننڍڙو گرامر محترم محمد نبي صاحب مالڪ مختيار بڪ ڊيپو نوابشاهه جي حڪم تي تيار ڪيو آهي. اميد ته استاد صاحب دلچسپيءَ سان ڪم ڪري آئينده جي ابف جي صحيح رهبري و رهنمائي ڪري پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي نه ڪندا.

گرامر سان گڏ مضمون. آکاڻيون ۽ خطن وغيره جا نمونا پڻ ڏنا ويا آهن.

اميد ته هيءُ گرامر ٽئين ۽ چوٿين ڪلاس جي جي شاگردن لاءِ نهايت مفيد ثابت ٿيندو.

١٢-٢-١٩٦٨ع

جلال الدين مومن

# سولو سنڌي گرامر

## ڀاڱو پهريون

## سنڌي ٻولي

اسان جي مادري زبان سنڌي آهي. ان ۾ ۵۲ اکر آهن. سنڌي ٻولي ۾ عربي پارسي ۽ سنسڪرت جا جا اکر ٿوري ڦير ڦار سان مليل آهن.

## اکــــر لفظ

اکر:- الف-ب جون جيڪي ۵۲ نشانيون آهن. انهن مان هرهڪ نشاني کي اکر چئبو آهي. مثلاً: م ن و.

لفظ:- ٻن يا ٻن کان وڌيڪ اکرن جو ميڙ جنهن مان پورو مطلب ظاهر ٿئي ان کي لفظ چئبو آهي. مثلاً: کٽ، دري، ڇوڪر، راڻو.

جملو:- جن لفظن مان پورو مطلب نڪري ان کي جملو چئبو آهي.

مثلاً گلاب انب ڪاڏو.

سڀئي ڇوڪر اسڪول ۾ سوير اچن ٿا.

گرامر:- اسان جيڪي لفظ، جملن ۾ ڳالهايون، لکون ۽ پڙهون ٿا سي قاعدي تي ٺهيل آهن. اهڙي قاعدي کي گرامر چئبو آهي.

گرامر کي صرف نحو ۽ ويا ڪرڻ به چئبو آهي.

ڳالهائڻ جا لفظ:- اهي لفظ جي اسين ڳالهائڻ ۾

ڪم آڻيون ٿا ۽ انهن جو جدا جدا مطلب آهي، تن کي ڳالهائڻ جا لفظ چئجي ٿو.

اهي ڌار ڌار مطلب ڏيکاريندڙ ڳالهائڻ جا لفظ آٺ آهن.

۱- اسم ۲- فعل ۳- صفت ۴- ظرف ۵- ضمير ۶- حرفِ جر ۷- حرف جملو ۸- حرف ندا.

اسم معنيٰ نالو

۱- فضل محمد ڪتاب پڙهي ٿو.

۲- زيب النساء اسڪول وڃي ٿي.

۳- رڍون، ٻڪريون، ڳئون ۽ مينهيون گاهه کائين ٿيون.

۴- علي نواز شهر مان صوف ۽ ڪيلو وٺي آيو.

۵- انورحسين گهر مان ٿي اسڪول پهتو.

۶- رلڻ بي حيائي وارو ڪم آهي.

۷- صفائي واري ماڻهو کي بيماري ڪانه ٿيندي.

۸- بهادري ۽ هوشياري، ڏٺي جي نعمت آهي.

سمجهاڻي:- پهرئين جملي ۾ فضل محمد ٻئي جملي ۾ زيب‌النساء ماڻهن جا نالا آهن. ٽئين جملي ۾ رڍون،

ٻڪريون، ڳئون ۽ مينهون جانورن جا نالا آهن- چوٿين جملي ۾ صوف ۽ ڪيلو شين جا نالا آهن- پنجين جملي ۾ گهر ۽ اسڪول جاين جا نالا آهن- ڇهين جملي ۾ رلڻ ڪم جو نالو آهي- ستين جملي ۾ صفائي ۽ بيماري حالتن جا نالا آهن- اٺين جملي ۾ بهادري ۽ هوشياري خاصيتن جا نالا آهن-

وصف: ماڻهو، ساهواري، شئي، جاء، ڪم حالت ۽ خاصيت جي نالي کي اسم چئبو آهي-

## اسم جي سمجهاڻي

١- نالا ماڻهن جا:- ڪريم بخش، اسلم، عبدالرشيد، محمد عرس، فاطمه، مريم، مهرالنساء وغيره-

٢- نالا ساهوارن جا:- اٺ، گهوڙو، رڍ، ٻڪري، نانگ ٻلا، پوپٽ، مک، ڏيڻهو، ڪئلي وغيره-

٣- نالا شين جا:- پين، سليٽ، ڪتاب، بوڪس، انب، صوف، دلو، مٽ، ٻتي وغيره-

٤- جاين جا نالا:- مسجد، مندر، اوطاق، گهر، اسڪول ٿاڻو، اسپتال، لانڍي وغيره-

٥- نالا ڪمن جا:- اچڻ، وڃڻ، گهمڻ، پڙهڻ، ڌوئڻ، ڪائڻ، ڏيڻ، وٺڻ، سمهڻ وغيره-

٦- نالا حالتن جا:- اميري، فقيري، غريبي، تونگري، پيري، جواني، ٻالپڻ، ننڍپڻ وغيره-

٧- نالا خاصيتن جا:- هوشياري، بهادري، سچائي، ڪوڙائي لچائي، ڪڏائي، ڪاڙهاڻ، ڪاراڻ وغيره-

## استعمال

هيٺين جملن مان اسم ڳولهو

١- گلاب، روزانه مکڻ ماني کائي ٿو-
٢- يارمحمد، بازار مان ٻارن لاءِ ڪپڙا، رانديڪا ۽ زيتون ورتا-
٣- دولت، محنت سان ڪمائي سگهجي ٿي-
٤- تندرستي، دولت کان وڌيڪ آهي-
٥- ڪڏائي وارو ماڻهو ڪڏهن به سک حاصل نه ڪندو-
٦- ننڍپڻ ۾ پرائڻ گهرجي-
٧- ٻيلي ۾ ڪاٺ، لاک، ماکي ٿئي ٿي-
٨- ڏيڻ ۽ رئڻ دل جي هيڻان آهي-

## صفت معنيٰ ساراه

١- ارشد: نئين سليٽ ورتي آهي-
٢- زينب چڱو پرت پريندي آهي-
٣- مٽ ۾ ڪنو پاڻي پيل آهي-
٤- ميرخان کي ويهه روپيا آهن-
٥- رستي تي ٿلهو ماڻهو وڏي پڻڪي سان ڪميت گهوڙي تان ڪريو-

٦- جابلو ماڻهو بدن جا طاقت وارا ٿين ٿا.

٧- هوائي جهاز سامونڊي جهازن کان تکا آهن.

سمجهاڻي:- پهرين جملي ۾ ٽئين لفظ سليٽ (اسم) جي "واڪاڻ" (صفت) ٿو ڪري. ٻئي جملي ۾ چڱو لفظ پرت جي ساراه يا "ڳڻ" ٿو ٻڌائي ٽئين جملي ۾ ڪنو لفظ پاڻيءَ جو "اوڳڻ" ٿو ٻڌائي چوٿين جملي ۾ ويهه لفظ روپين جو عدد ٿو ٻڌائي ۽ "وڏو" لفظ پتڪي جي "ديگهه" ٿو ٻڌائي. ڇهين جملي ۾ جابلو لفظ ماڻهو جو "قسم" ٿو ٻڌائي. ستين جملي ۾ "هوائي" ۽ "سامونڊي" لفظ جهازن جا قسم ٻڌائين ٿا.

وصف: اهو لفظ. جو جملي ۾ اسم جو ڳڻ اوڳڻ قسم. انداز. مقدار يا قائده ڏيکاري ان کي صفت چئبو آهي.

## مثال

١- ڳڻ ڏيکاريندڙ لفظ:- چڱو. مٺو. تکو. ڀلو. چالاڪ. بهادر. هوشيار. محنتي. سچار. مٺو. ڏاهو. وغيره.

٢- اوڳڻ ڏيکاريندڙ لفظ:- ٻچڙو. رول. خراب. ڪنو. چريو. ڍلو. سست. مٺو. ڪتو. ردي وغيره.

٣- قسم ڏيکاريندڙ لفظ:- ديسي. ولائتي. ساڪرو. سامونڊي خيربوري. ٿري. مرداڻو. ٻاراڻو وغيره.

٤- انداز ڏيکاريندڙ لفظ:- هڪ. ٻه. ڏهه. ويهه. پنجاه

لک، ڪروڙ، چوٿو، اڌ، منو، وغيره.
٥- مقدار ڏيکاريندڙ لفظ:- وڏو، ننڍو، ٿلهو، سنهو، بندرو ويڪرو، اوچو، اٿاهون، موڪرو، ڳورو وغيره.

## استعمال

هيٺين جملن ۾ صفتون ڳوليو

١- يوسف جو سنو ڏاند چورائجي ويو.
٢- اسان خراب شيون نه وٺندا آهيون.
٣- هڪ وڏي بلا سيالڪوٽي بندوق سان ماري ويئي.
٤- پنج ڇوڪر، ٻن روپئن جي مٺائي مورائي حلوائي وٽان وٺي آيا.
٥- گل حسن ننڍڙي ڀيڻ لاءِ سنهو رئو سفيد چولو ۽ سوني منڊي آندي.
٦- شينهن سيني جانورن جو سردار آهي.
٧- چڱا ڪن چڱايون مٺايون مدن.
٨- اسان جي سنڌي ٻولي مغربي پاڪستان ۾ ٽيون نمبر حيثيت رکي ٿي.

## ٣- فعل معنى ڪم

١- رشيد اسڪول ۾ ويٺو آهي.
٢- استاد، شاگردن جي خدمت ڪري ٿو.
٣- ڪاسائي ڇيلو ڪٺو.

٤- گوتري ۾ پنج سير کنڊ پوندي.
٥- هوشيار شاگرد ڪلاس جو مانيٽر ٿيندو.

سمجهاڻي:- پهرئين جملي ۾ رشيد اسڪول ۾ ويٺو آهي. ان مان رشيد جي اسڪول ۾ ”هئڻ“ جو پتو پوي ٿو. ٻئي جملي ۾ شاگردن جي خدمت ”ڪرڻ“ جي خبر پوي ٿي، ٽئين جملي ۾ ڇيلي تي ”سهڻ“ جي سڌ پوي ٿي. چوٿين جملي ۾ کنڊ جي ”پوڻ“ جي خبر پوي ٿي. پنجين جملي ۾ مانيٽر ”ٿيڻ“ جي پڪ ملي ٿي.

وصف: اهو لفظ جو جملي ۾ هئڻ، ڪرڻ، سهڻ، پوڻ يا ٿيڻ جي معنيٰ ڏيکاري ان کي فعل چئبو آهي.

## مثال

١- هئڻ وارا لفظ:- آهي، هو، هوندو، هئا، آهيون، هجي آهن وغيره.
٢- ڪرڻ وارا لفظ: ڊوڙيو، چڙهيو، ڪن ٿا، ڪيو اٿن گهمان، وهندو، ويٺو، سمهيو وغيره.
٣- سهڻ وارا لفظ:- ڪٺو، وڍيو، چيريو، ڦاڙيو، ماريو، لکيو، پڙهيو وغيره.
٤- پوڻ وارا لفظ:- پيو، پوندو، پون، پوان، پوندس، پونداسين وغيره.
٥- ٿيڻ وارا لفظ:- ٿيو، ٿيو، ٿيندو، ٿئي، ٿيندا، ٿيندم، ٿينديون وغيره.

## استعمال

هيٺين جملن مان فعل ڳوليو

١- اڪبر، گهر ۾ ڪونه هو آهي.
٢- اسلم، ميوو کائي ٿو.
٣- نانگ ماريو ويو.
٤- چاءِ هرڪو پيئي ٿو.
٥- احمد علي خط لکي ٿو.
٦- روشن علي ڦرجي ويو.
٧- مشتاق هڪ روز ۾ چاق ٿيندو.
٨- اسان جو ڪم ائين پيو آهي.

## ٤- ضمير معنيٰ عيوضي

| غلط جملا | صحيح جملا |
| --- | --- |
| ١- امير بخش اسڪول ۾ آيو پر امير بخش موٽي ويو. | ١- امير بخش اسڪول ۾ آيو ۽ هو موٽي ويو |
| ٢- انور! انور! اڄ تہ نوابشاهہ هلون. | ٢- انور! تون اڄ تہ نوابشاهہ هلون |
| ٣- چاقو، چاقو مون وٽ هو چاقو چور کڻي ويو. | ٣- چاقو جيڪو مون وٽ هو سو چور کڻي ويو |
| ٤- مڇي، مڇي مون ورتي هئي مڇي ٻلي کائي ويئي. | ٤- مڇي جيڪا مون ورتي هئي سا ٻلي کائي ويئي |

**سمجهاڻي:-** پهرين جملي ۾ اميربخش ٻہ ڀيرا ڪم

آندل آهي ڇاڪ اهو جملو درست نٿو لڳي ان کي درست ڪرڻ لاءِ صحيح جملا جي خالي ۾ جملي ۾ امير بخش ٻئي جي جاءِ تي **هو** لفظ ڪم آندل آهي.

امير بخش لفظ اسم آهي ۽ هو لفظ ان جي بدران ڪم آندل آهي. ٻئي جملي ۾ انور ٻه دفعا ڪم آندل آهي ۽ سندس سامهون ٻئي انور لفظ بدران **تون** لفظ ڪم آندل آهي. اهڙي طرح ٽئين جملي ۾ چاقو لفظ ٽي دفعا ڪم آندل آهي ۽ سندس سامهون ٻئي ۽ ٽئين چاقو لفظ بدران **جيڪو** ۽ **سو** لفظ ڪم آندل آهن. چوٿين جملي ۾ مڇي لفظ ٽي دفعا ڪم آندل آهي ۽ سندس سامهون ٻئي ۽ ٽئين مڇي لفظ پاران **جيڪا** ۽ **سا** لفظ ڪم آندل آهن.

مطلب ته:- هو، تون، جيڪو، سو، جيڪا ۽ سا لفظ اسم جي بدران ڪم آيل آهن.

**وصف:-** اهي لفظ جيڪي اسم جي بدران ڪم اچن تن مان هر هڪ کي **ضمير** چئبو آهي.

## مثال

آءٌ، اسين، تون، توهان، هو، اهي، ڪير، ڪجهاڙو، سو، سا، جيڪو، جيڪا، پاڻ، پنهن، خود، هن، انهن، ڇا وغيره.

## استعمال

١- اسان کي جڳائي ته پين جي ڪم اچون.

٢- ڪير ٻه ڪنهن جي ڪونه ٿو ڀڏي.
٣- جيڪي پڙهيا سي وڏي مان رسيا.
٤- اوهان ڪي ڇا گهرجي، مون وٽ الله جو ڏنو سڀ ڪي آهي.
٥- ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو اهي ٻه اچي وڃن.
٦- ڏاڍن مان ڪير سينا ساهيندو.

## ٥ ظرف معنيٰ ٿانءُ

١- اڄ، عليم ناروشاه ويندو.
٢- جميل تڪڙو پڙهي ٿو.
٣- چوڪر مٿي ٿي ويهه.
٤- اسلم، دوست جي ڪتابن ڪي هٿ نه لاتو.
٥- مس مس ٿو منهن ڏيکارين.

**سمجهاڻي:-** پهرئين جملي ۾ آهي ته عليم ناروشاه ويندو- جنهن مان اها خبر پوي ٿي ته هو اڄ ويندو يعني وقت جي سڌ پوي. اهڙي طرح ٻئي جملي ۾ جميل جي پڙهڻ جي سڌ پوي ٿي ته هو ڪهڙي **ريت** پڙهي ٿو- ٽئين جملي ۾ **مٿي** ويهڻ مان جاء جي خبر پوي ٿي- چوٿين جملي ۾ ڪتابن ڪي هٿ نه لائڻ **ناڪار** جي معنيٰ نڪري ٿي. اهڙي طرح پنجين جملي ۾ **مس مس** لفظ مان **قدر** جو پتو پوي ٿو.

**وصف:-** اهو لفظ، جو فعل، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لڳي، ان مان وقت، جاء، ناڪار، ريت يا قدر جي معنيٰ نڪري ان ڪي ظرف چئبو آهي.

## مثال

١- وقت ڏيکاريندڙ لفظ:- اڄ، صبحاڻي، ڪالهه، هيئر
ٽيون ڏينهن، ٻيهر، سدائين، هيڪر، سال بسال، نيٺ،
ڏهاڙي وغيره.

٢- جاءِ ڏيکاريندڙ لفظ:- جت، ڪٿ، هيٺ، مٿي، هت
ات، جيڏي، تيڏي، اندر، ٻاهر، جيڏانهن، ڪيڏانهن
وغيره.

٣- ناڪار ڏيکاريندڙ لفظ:- نه، ڪونه، مَ، ڪين هرگزنه،
بنهنه، ڪانه وغيره.

٤- ريت ڏيکاريندڙ لفظ:- مس مس، هرو ڀرو، تکو، ڍلو،
هوريان آهستي، جلدي، خوشئون، رنجئون، حڪما حڪم،
اجائي، ٿورو، گهڻو، وغيره.

## استعمال

١- هينئر اسان کي موڪل ملي آهي.
٢- سال بسال ساليانو امتحان ٿئي ٿو.
٣- جتي اٺ تتي جٽ.
٤- هيٺ جر مٿي مجر پاسي ۾ وڏواهه.
٥- چڱا ٻار ڪونه گسائيندا آهن.
٦ مَ ڪي روءِ مَ ڪي رڙ مَ ڪر داهون.
٧- چڱا ماڻس توکي حڪما حڪم وني ويندا.
٨- قرباني ڏليئون ڪرڻ گهرجي.

# صفت ۽ ظرف ۾ فرق

١- گهڻو ڪري جملن ۾ صفت اسم جي اڳيان ايندي آهي ۽ ظرف اسم جي پٺيان فعل جي اڳيان ايندو آهي- ڪڏهن ظرف جملي جي منڍ ۾ ايندو آهي.

**مثال**

١- چڱو ڇيلو وڪامي ويو، چڱو، صفت اسم جي اڳيان آهي .

٢- ڇيلو چڱو آهي . چڱو ظرف اسم جي پٺيان ۽ فعل جي اڳيان آهي .

٣- اڄ سوير موڪل ملي آهي.
اڄ ظرف جملي جي منڍ ۾ آهي .

**ساڳيا لفظ صفت ۽ ظرف**

١- ڍلو گهوڙو تکو هلي ٿو .
ڍلو صفت

٢- گهڙو ڍاو تکو هلي ٿو.
ڍلو ظرف

٣- سنا ٻار ماءُ ۽ پيءُ جو ادب ڪن ٿا .
سنا صفت

٤- ٻار سنا ماءُ ۽ پيءُ جو ادب ڪن ٿا .
سنا ظرف

## حرف جر (معنيٰ) لاڳاپو رکڻ

١- بشير، بينچ تي ويٺو آهي .

٢- مس "۾" هٿ نہ پرجن.
٣- نذير بشگ "مان" رومال ڪڍيو.
٤- اسان "جو" گهوڙو تکو آهي.
٥- ڏنار مال "سان" ويندو آهي.

سمجهاڻي:- پهرئين جملي ۾ بشير بينچ تي ويٺو آهي- انهيءَ جملي مان "تي" لفظ ڪڍي ڇڏجي تہ جيڪر جملو اڻپورو ۽ اڻ وڻندڙ ٿي پوندو ٻئي جملي ۾ "۾" لفظ مس سان لاڳاپو رکي ٿو. ان ڪان سواءِ جملو نہ ٿو ٺهي. اهڙيءَ طرح ٽئين جملي ۾ "مان" لفظ رومال لفظ سان لڳل آهي. چوٿين جملي ۾ "جو" لفظ گهوڙو لفظ سان لاڳاپو رکي ٿو. پنجين جملي ۾ "سان" لفظ مال سان واسطو رکي ٿو.

مطلب تہ: تي، ۾، مان، جو، سان لفظ اسم يا ضمير سان تعلق رکن ٿا ۽ ان جو مطلب چٽو ظاهر ڪن ٿا.

وصف:- اهڙا لفظ جي جملي ۾ اسم يا ضمير جي پٺيان اچي صحيح معنيٰ ظاهر ٿا ڪن تن کي "حرف جر" چئبو آهي.

## مثال

جو، سندو، ۾، منجهہ، لاءِ، ڪان، تان، وٽ، منجهان منجهون، ڪاڻ، واسطي وغيره.

## استعمال

هيٺين جملن ۾ حرف جر چونڊيو:

١- پيتي ۾ ڪپڙا، ڪتاب رکيا آهن.
٢- اسان سان ڪير به مقابلو ڪري نه ٿو سگهي.
٣- اوهان وٽ جيڪي آهي سو اسان کي ڏيو.
٤- ڏنار کان سواءِ ڏڻ رلي وڃي ٿو.
٥- گلاب واسطي مون تڪليف ورتي.
٦- سمجهه سان هلڻ ڪري آدمي کي فائدو آهي.
٧- دلي جي پاڻي کان گهگهي جو پاڻي ٿڌو آهي.
٨- نيڪي ڪري پاڻي ۾ ٻوڙ.

## ٧- حرف جملو

معنيٰ ملائيندڙ

١- محسن "يا" مجاهد اچي.
٢- اسين "۽" اوهان ڀائر آهيون.
٣- آءٌ اچان ها "پر" ڪم ٿي پيو.
٤- انسان "ته" خطا جو گهر آهي.
٥- اوهان "به" ڪڏهن ته اچو!
٦- اڪرم "توڙي" انور ٻئي هڪ جهڙا هوشيار آهن.

سمجهاڻي:- پهرئين جملي ۾ ٻن ماڻهن مان هڪ ماڻهو اچي، وچ ۾ "يا" لفظ آهي جو ٻنهي کي ڌار ڪري ٿو. ٻئي جملي ۾ "۽" لفظ اسين ۽ اوهان کي ڳنڍي ٿو. ٽئين جملي ۾ "پر" لفظ اچان ها جملي کي ڪم کي ٿي پوڻ واري جملي سان ملائي ٿو. چوٿين جملي ۾ "ته" لفظ انسان کي آخري فقري سان ڳنڍي ٿو.

پنجين جملي ۾ "بہ" لفظ اوهان لفظ کي پوئين جملي سان ملائي ٿو - ڇهين جملي ۾ "توڙي" لفظ اڪرم ۽ انور کي ملائي ٿو.

وصف:- جيڪو لفظ ٻن لفظن يا جملن کي ڳنڍي ان کي حرف جملو چئبو آهي.

## مثال

اگرچہ، ۽، بہ يا، توڙي، جيتوڻيڪ، متان، ڇاڪ، تہ، جو وغيره.

## استعمال

١- سچ ڳالهائڻ مان ڪڏهن بہ نقصان نہ آهي.
٢- ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏ پڙهن ٿا.
٣- مون ڇا ڪيو جو پيسا بچائي واپار ۾ سيڙهايا!
٤- اسان ۽ اوهان پاڻ ۾ گڏ رهي، هڪ ٻئي جي صحبت مان پرائيندا سون -
٥- اوهان واعدي تي ڪونہ پهتا تنهنڪري ڏنڊ ڏي -
٦- هر هڪ کي گهرجي ڪم آهن جيئن تہ پڙهڻ، لکڻ گهمڻ، کائڻ وغيره-
٧- انب کاءُ يا ماني -
٨- سيٺ، کي ايترو پئسو بہ ڪونہ هو، پر هو سخي مرد هو تنهنڪري ڪيتن بہ ڪري کوه کٽايائين.

# ٨- حرف ندا

معنيٰ سڌ

١- ”او“! ڇوڪر هيڏانهن اچ-
٢- ”واه ري“! امين اڄ تون سوير آيو آهين.
٣- ”من“! الله اسان تي راضي ٿئي.
٤- ”افسوس“! سورهيه مارجي ويو-
٥- ”بلي“! مڙس، ٻه ڪو جوڙو آهين.
٦- ”مار“! هوائي جهاز ڪيترو نه مٿي آهي-
٧- ”بيشڪ بيشڪ“! اڄ منهنجي دل بهار پئي ٿئي-
٨- ”هون“! پري تي ٻيهه-

سمجهاڻي:- پهرين جملي ۾ ڇوڪر کي سڏ ڪرڻ لاءِ ”او“ لفظ ٻڌائي ٿو ته هيڏي اچ- ٻئي جملي ۾ امين جي سوير اچڻ ”واه ڙي“ لفظ خوشي جو ڪم آندل آهي. ٽئين جملي ۾ ”من“ لفظ سڌ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو چوٿين جملي ۾ ”افسوس“ ارمان جي معنيٰ ٻڌائي ٿو پنجين جملي ۾ ”بلي“ لفظ مان ڌڪار جي معنيٰ نڪري ٿي ڇهين جملي ۾ ”مار“ لفظ مان عجب جي معنيٰ نڪري ٿي ستين جملي ۾ ”بيشڪ بيشڪ“ لفظ دل جي خوشي ڏيکارين ٿا اٺين جملي ۾ ”هون“ لفظ ڌڪار جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

حاصل مطلب ته: او، واه ڙي، من، افسوس، بلي، مار، بيشڪ بيشڪ ۽ هون لفظن مان دل جي حالت

جهڙوڪ: خوشي سڏ، ارمان، ڪاوڙ ۽ ڌڪار وغيره.

وصف: اهو لفظ، جو سڏ ڪرڻ جي ڪم اچي يا منجهانئس دل جي ڪا حالت خوشي، ارمان، ڪاوڙ، ڌڪار يا سڏ جي معنيٰ نڪري ان کي حرف ندا چئبو آهي.

حرف ندا هميشه جملي جي منڍ ۾ ايندو آهي.

## مثال

واه واه، شاباس بلي بلي، افسوس، اف خيرئي خير، شال، هاءِ هاءِ، هون هون، بغدادڙي، چور چور، شل، اڙي، الائجي، گهوڙاڙي وغيره.

## استعمال

١- واهه واهه اسين پاس ٿياسون.
٢- شال! اوهان سلامت هجو.
٣- بغدادڙي! هنن سان قهر ٿي ويئي.
٤- هاءِ هاءِ چڱا ماڻهو موڪلائيندا پيا وڃن
٥- هون! متان اهڙو ڪم ڪيو اٿئي
٦- خبردار اجايو گوڙ نه ڪر
٨- چا! تو سچو ڏينهن راند ڪئي

اسين جيڪي لفظ ڳالهائڻ وقت ڪيون يا لکون ٿا سي ڪل انن قسمن جا آهن.

١- اسم ٢- صفت ٣- فعل ٤- ضمير ٥- ظرف
٦- حرف جر ٧- حرف جملو ٨- حرف ندا.
ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن ۾ جيڪي لکيل آهن، اهي سڀ الف ب جي ٻاونجاهه اکرن مان ڦري گهري ڪم پئي آيا آهن. انهن اکرن مان جيڪي لفظ ٺهن ٿا سي گرامر جي انن لفظن ۾ سمائجي وڃن ٿا.

## اسم جو عدد

١- ڇوڪر هڪ پينسل ورتي
٢- ڇوڪر پنج پينسلون ورتيون

سمجهاڻي: پهرئين جملي ۾ ڇوڪر هڪ پينسل ورتي آهي ۽ ٻئي جملي ۾ پنج پينسلون آهن هڪ پينسل کان پنج پينسلون گهڻيون آهن ان ڪري هڪ پينسل اسم جو عدد واحد ٿيو ۽ پنج پينسلون اسم جو عدد جمع ٿيو.

وصف: واحد معنيٰ هڪ
جمع: معنيٰ هڪ کان وڌيڪ

## مثال

واحد: هڪ هڪڙو، اڪيلو، ڇڙو وغيره.
جمع: پنج پندرهن، سو، هزار وغيره.

استعمال

١- اسڪول ۾ ٽيهه ڇوڪرا ۽ پنج ڇوڪريون پڙهن

ٿيون -

٢- ميهار وٽ پندرهن مينهيون، ڏهه ڳئون ۽ هڪ ٻڪري آهي
٣- محمد حسن شاگردن لاءِ ويهه ڪتاب، ٻارهن بڪ، ڏهه سليٽون ۽ هڪ ٻڙن پينسلون ورتيون
٤- اڪيلو ماڻهو نه کلندي سونهين نه روئندي

## اسم جي جنس

١- پريل وٽ هڪ گهوڙو آهي-
٢- خميسي وٽ هڪ گهوڙي آهي-

سمجهاڻي: پهرئين جملي ۾ پريل وٽ گهوڙو آهي جنهن جي جنس "نر" چوندا آهيون ۽ ٻئي جملي ۾ خميسي وٽ هڪ گهوڙي آهي جنهن جي جنس "مادي" چوندا آهيون تنهنڪري اسم جون ٻه جنسون ٿيون -

هڪ جنس نر ۽ ٻي مادي -

وصف: نر جنس کي مذڪر، مادي جنس کي مونث چئبو آهي-

## مثال

مذڪر: گهوڙو، ڳابو؛ هرڻ؛ سان، ٻڪر، ڪڪڙ طوطا؛ تتر، گيرا، اٺ؛ ڏاڙهون، ڪوٽ، رومال، پنڪو انب، پٽر، ڪتاب؛ بوڪ وغيره-

مونث: ڳئون؛ ٻڪري، رڍ، جهرڪي ٻلي؛ ڪُڪڙ
هرڻي، بدڪ، سرڻ؛ ڪنولي؛ هوري، قميص، بينچ؛ ڪرسي
تختي؛ دري، عورت؛ ڇوڪري وغيره.

## استعمال

هيٺين جملن مان جنسون ڳوليو:
١- اسان وٽ پنج مينهيون، اٺ ڳئون ڏهه ڏاند، هڪ
سان، ٽي ڪتا ۽ ٻه ٻليون آهن.
٢- هرڪو پنهنجن پائرن؛ پينرن وارو آهي.
٣- اُٺ؛ ڏاچي؛ ڳئون- مينهن- ٻڪري رڍ گهرو
جانور آهن.
٤- مارڪيٽ ۾ تازيون ڀاڄيون پالڪ- لوڙڪ- واڱڻ
ڪريلا- ميها- گوگڙو وڪرو ٿين ٿا.
٥- نيرن تي هڪ اقراتو ۽ ٻه چانهيون ملن ٿيون.

## دور

١- اکر ڇا کي چئجي؟
٢- اکر ۽ لفظ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
٣- جملو ڇا کي چئجي؟
٤- سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪهڙين ٻولين جا اکر گڏيل آهن؟
٥- سنڌي ٻولي ۾ گهٽا حرف آهن؟
٦- هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو؟

صفت، اسم، ظرف، ضمير

٧- جملي ۾ صفت ۽ ظرف ڪيئن سڃاڻجي؟
٨- اسم ۽ ضمير ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
٩- حرف جملو ڇا کي چئجي؟
١٠- هيٺين جون جنسون ٻڌايو؟
دلو، مٽ، ساسر، دڪي، گلاس، مس، پين، چاڪ
١١- هيٺين جا عدد ٻڌايو؟
واچون، سليٽ، قلم، ڪتاب، وهاٽا، گاڏيون، تڪ
چوڪر.
١٢- هيٺين لفظن کي گرامر ۾ ڇا چئجي؟
اوطاق، بتي، اٺ، وڇڙ، ۽، نه، واه واه، جيتوڻيڪ
چانور، هاري، مين، ڪرسي، ماستر، انور، سٺو،
ميوو، مکڻ، لوڻ، ڪالهه.

## ترڪيب

لفظن کي گرامر جي قاعدي موجب انهن لفظن ۾
۾ ورهائڻ کي ترڪيب چئبو آهي.
هيٺين جملن جي ترڪيب ڪريو:
ڪالهه اسان جي اسڪول ۾ عاليشان ڪچهري راند ٿي.
ڪالهه ـــــ ظرف
اسان ـــــ ضمير
جي ـــــ حرف جملو

اسڪول ـــــ اسم جنس مذڪر عدد واحد
۾ ـــــ حرف جر
عاليشان ـــــ صفت
ڪبڙي راند ـــــ اسم جنس مونث عدد واحد
ٿي ـــــ فعل

٢- ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون روزانه قرآن مجيد پڙهندا آهن.

ڇوڪرا اسم جنس مذڪر عدد جمع
۽ حرف جملو
ڇوڪريون اسم جنس مونث عدد جمع
روزانه ظرف
قرآن مجيد اسم جنس مذڪر عدد واحد
پڙهندا آهن فعل

٣- شاباس! اوهان سڀ سٺا ٻار آهيو.

شاباس حرف ندا
اوهان ضمير
سڀ صفت
سٺا صفت
ٻار اسم جنس مذڪر، عدد جمع
آهيو فعل

٤- گلاب وارو ڊاتي اٿ ڏاڍو تڪو آهي.

گلاب اسم جنس مذڪر عدد واحد
وارو حرف جر
ڊاتي صفت

اٺ — اسم جنس مذڪر عدد واحد
ڏايو — ظرف
تڪو — ظرف
آهي — فعل

شاگردن کي هيٺين سبق ۾ سمجهائڻو آهي ته ترڪيب لفظ جي صورت تي نه پر معنيٰ تي ڪئي ويندي آهي. ڪيترا اهڙا لفظ آهن جن جي آواز ۾ ڪوبه تفاوت نه آهي.

مثلاً: ١- اصغر ٻنيءَ جي وٽ وٺي اچ.

٢- اسلم! ٺوڙي وٽ ته ٻڪري ٻڌون.

٣- اڄ اوهان وٽ ڪير آيو هو؟

پهرئين جملي ۾ وٽ اسم ٻئي ۾ فعل ٽئين ۾ حرف جر آهي.

ساڳي طرح مڪو لفظ اسم به آهي فعل به.
جو لفظ ضمير به آهي ته حرف جماو به.

نوٽ:- استاد صاحب ڪثرت سان استعمال ڪرائي جيئن شاگردن جي ذهن ۾ ترڪيب ۽ معنيٰ چٽي طرح اچي وڃن.

# پاڳو ٻيون

## مضمون نويسي

## ڏيڻ مان آڪاڙي

ٽپ: ١- هڪ ڪتي ڪي گوشت جو ٽڪر هٿ اچڻ ٢-پين ڪتن جي خوف ڪان پري وڃي کائڻ لاءِ خيال ڪرڻ ٣- رستي تي واهه مان ڪني جو ٽپڻ ٤- وچ واهه ۾ پنهنجو پاڇو ڏسڻ ٥- دل ۾ ٻئي ڪتي جو سمجهڻ ٦- هٻڇ ڪري وات وارو ٽڪر ڇڏڻ ٧- لالچ مان نقصا ٿيڻ.

آڪاڻي - هڪ ڪتي کي گوشت جو ٽڪر هٿ آيو سو پين ڪتن جي خوف کان پري وڃي کائڻ جو خيال ڪري روانو ٿيو. ويندي ويندي رستي ۾ هڪ واهه آڏو آيو سو پار ڪرڻ لاءِ ڪتو اندر گهڙيو. جڏهن وچ تي پهتو پاڻ اندر پنهنجو پاڇو ڏٺائين ۽ پانيائين تہ هي ڪو ٻيو ڪتو آهي جو گوشت جو ٽڪرو کنيو پيو ٿو وڃي ڪتو لالچ ۾ هٻڇ ۾ اچي، گوشت جو ٽڪر ڦرڻ لاءِ آلسر ڪيائين جهڙو پنهنجو

وات کوليائين ٿهڙو اهو گوشت جو ٽڪرو وجهي پاڻي ۾ ڪريو. تنهنڪري ڏاهن چيو آهي ته اڌ کي ڇڏي جو سڄي ڏي ڊڪي تنهن کي سڄي ته نه ملي پر اڌ کان به سڪي.

## ٽپن ۽ان آڪاڻي ٺاهڻ

ٽپ ١- هڪ مائي جو نور کي پالڻ ٢- نور جو گهر جي پاتين سان هري مري وڃڻ ٣- مائيءَ پاڻي پرڻ لاءِ وڃڻ ٤- نور جو نانگ سان وڙهڻ ٥- مائي جو نور جا چنبا رت سان ڀريل ڏسڻ ٦- مائي کي شڪ پوڻ ۽ نور کي مارڻ ٧- مائي جو پنهنجي ٻار کي سلامت ڏسڻ ۽ پڇتائڻ.

## نور ۽ائي جي ڳالهه

هڪڙي مائي هڪڙو نور ڏاريو هو جو گهر جي پاتين سان ڏاڍو هري مري ويو هو. مائي پنهنجي ٻار کي پينگهي ۾ سمهاري پاڻ وڏي پاڻي پرڻ. مائي پاڻي پري واپس اچي ڏسي ته نور گهر جي در وٽ ويٺو آهي، سندس منهن ۽ چنبا رت سان ڀريا پيا آهن مائيءَ کي شڪ پيو ته نور منهنجي ٻار کي ماري وڌو آهي سو ڪاوڙجي گهاگهر پاڻي جي جا مٿي تي هيس سا ڪٽي نور تي اڇلايائين ۽ نور کي اتي ماري وڌائين پوءِ گهر اندر گهڙي ڏسي ته هڪڙو وڏو نانگ پينگهي جي ڀرسان مئو پيو آهي ۽ ٻار گهري ننڊ ۾ ستو پيو

آهي. اتي مائي کي ڏاڍو ڏک ٿيو ته ڇو مون ٽڪڙ
ڪري نور کي ماريو؟ نور ته اٿلندو نانگ سان وڙهي
منهنجي ٻچڙي جي جان بچائي آهي!! انهي ڪري ڏاهن
چيو آهي ته ”تڪڙو ڪم شيطان جو“

## ڏهن مان آکاڻي ڳاهڻ

١- گدڙ ۽ ٻگهه پکي جي ياراڻي هئڻ سبب هڪ
ٻئي کي دعوت ڏيڻ ٢- اول گدڙ جو ٻگهه پکي کي
دعوت ڪرڻ ۽ کيس ٺڳي مارڻ ٣- ٻگهه پکي جو
گدڙ کي دعوت ڏيڻ ۽ ڪانئس وير وٺڻ ٤- جهڙي
ڪرڻي تهڙي ڀرڻي.

## گدڙ ۽ ٻگهه پکي جي آکاڻي

هڪڙي گدڙ ۽ ٻگهه پکيءَ جي پاڻ ۾ گهاٽي ياراڻي
هوندي هئي. هڪڙي ڏينهن گدڙ ٻگهه پکي کي دعوت
ڏني. گدڙ چا ڪيو جو هڪڙي ترا ڪڙي ٿالهي ۾ کير
وجهي اچي ٻگهه پکي جي اڳيان رکيو. پکي جي ڊگهي
چُهنب ٿالهي ۾ مس مس ٿي ٻُهتي ويچاري
کائڻ لاءِ ڏاڍا وس ڪيا. پر نصيب ڪي کين ٿيس.
گدڙ جهٽ پٽ لڪ لڪ ڪري ٿالهي صاف ڪري
ورتي. ٻگهه پکي ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ دل ۾ چيائين ته
اڄ گدڙ مون سان ڏاڍي جٽ ڪئي آهي.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ ٻگهه پکي بدلي وٺڻ لاءِ گدڙ
کي دعوت ڏياري موڪلي، ٻگهه چا ڪيو جو قيمون

ڪتائي ان ۾ مرچ مصالحو وجهي هڪڙي ڍ گهي ڳچي واري گهگهي ۾ وجهي اچي اڳيان رکيائين ۽ چيائين ته ادا هاڻي اچ ته گڏجي کائون. گهگهيءَ جي ڳچي هئي سوڙهي سو ڀلا گدڙ جو ٿلهو منهن انهيءَ ۾ ڪيئن گهڙي سگهي. ويچاري ويٺي ٻاٿون ڪاڍيون ذرو ذرو گهگهيءَ جي ڪنن کي ٿي لڳو اهوئي پئي چٽيائين! ٻگهه پڪي کائي خوش ٿيو. گدڙ جڏهن گدڙ جڏهن موڪلائي گهر ڏانهن روانو ٿيو تڏهن دل ۾ چيائين ته پيلي ٻگهه ته منهنجو به ڪو استاد آهي. سچ آهي ته "جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي".

## ڳئون

ٽپ:- ١- بناوت ٢- رنگ ٣- خصلتون ٤- کاڌو ٥- رهڻ جو هنڌ ٦- فائدا.

بناوت:- ڳئون هڪ گهرو جانور آهي هنجي بدن تي تمام ننڍڙا وار ٿيندا آهن. هن کي چار ٽنگون؛ هڪ وات، ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه سڱ ۽ هڪ ڊگهو پڇ ٿيندو آهي. هن کي چار ٿڻ ٿيندا آهن جنهن مان اسان کير ڏهندا آهيون.

رنگ:- ڍڳين جا ڪيترائي رنگ ٿيندا آهن. جيئن ته اڇيون، ڪاريون ڳاڙهيون ۽ ڀوريون.

خصلتون:- ڍڳين جو اڪثر سڀاءُ ماٺيڻو ٿيندو آهي هندو ماڻهو هن کي (ماتا) ڪري ڪوٺيندا آهن. هي تمام سمجهو جانور آهي.

کاڌو خوراڪ: ڍڳيون ساڱو توڙي سڪل گاهه کائينديون آهن. ان کان سواءِ اناج ۽ گوار وغيره شوق سان کائينديون آهن.

رهڻ جو هنڌ:- ڍڳيون گهڻو ڪري دنيا جي هرهڪ پاڱي ۾ رهنديون آهن. خاص ڪري ٿر ۽ سنڌ ته هن جو مرڪز آهي.

فائدا:- هي ڪارائتو جانور آهي. هن مان اسانکي کير ملندو آهي. کير مان تمام گهڻيون طاقت واريون شيون ٺهنديون آهن. ڍڳيءَ جي چمڙي مان جوتا ڪرم پکالون ۽ سانداڙا وغيره ٺهندا آهن.

## ٻڪري

ٽپ:- ١- بناوت: ٢- رنگ ٣- خصلتون ٤- کاڌو خوراڪ ٥- رهڻ جو هنڌ ٦- فائدا.

بناوت:- ٻڪري هڪ گهرو جانور آهي. هن جي بدن تي گهاٽا وار ٿيندا آهن. هن کي چار ٽنگون، ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه سڱ ۽ ٿڻ ۽ هڪ ننڍو پڇ ٿيندو اٿس.

رنگ: هن جا ڪيترائي رنگ ٿيندا آهن جهڙوڪ: ڪاري، اڇي، ڪبري، گورهيڙي ۽ ڳاڙهي وغيره.

خصلتون:- هي هڪ حرڪتي جانور آهي. ٻنان ٻڌڻ جي ذري تائين هڪ هنڌ نه وهندو آهي. ٿورو ڪو ڏڪوئيندو ته نرو ڪٽي وڙهڻ ايندي.

ڪاڌو خوراڪ:- چوٽي ”هي ته ”اٺ چري پٺيھ ته ٻڪري چري چٺيھ“ مطلب ته هي هرهڪ قسم جو ڪاڌو کائيندي آهي. اڪ جهڙو ڪارو وڻ به کايو چڏي.

رهڻ جو هنڌ: ٻڪريون گهڻو ڪري جتي ڪٿي آهن. جهنگلن ۽ ٻيلن ۾ گهٽيون هونديون آهن هن جي رهڻ جي جاء کي ”واڙو“ چوندا آهن.

فائدا:- ٻڪري مان اسان کي کير ملندو آهي. جنهن مان ڌنئرو، مکڻ، گيهه وغيره ٺهندو آهي. اهي شيون اسان مزي سان کائيندا آهيون. ٻاڪرو گوشت به کائڻ ۾ ڏاڍو مزيدار ٿيندو آهي. ٻڪرين جي ڏاس مان ٻوريون، ڪرڙ وغيرهه ٺهندا آهن. ٻڪرين جي کلن مان ڪرم ۽ ساندار وغيرهه ٺهندا آهن.

## مور

ٽپ:- ١- واقفيت ٢- بدني بناوت ٣- رهڻ جو هنڌ ٤- ڪاڌو ٥- سڀاءُ ۽ عادتون ٦ ڪم.

واقفيت:- هن جو قد فوٽ کن ٿيندو آهي پر سهڻو ۽ شاندار پکي آهي چوٽي آهي ”مڙس ته اهڙو آهي جهڙو مور“ تنهنڪري هي سڀڪنهن کي ڏاڍو وڻندو آهي.

بدني بناوت:- هن جو بدن ننڍو پر پڇ تمام وڏو اٿس جنهن ۾ انيڪ سهڻيون ۽ وڻندڙ پکون ٿينديون آهن. جنهن کي ماڻهو مذهبي ڪتابن ۾ رکندا آهن. هنکي کي گولائون مٿو، هڪ نوڪدار چهنب، مٿي تي ڪلنگي

(چوٽي) ٻه گول اکيون ۽ ٻه پير هوندا آهن. مطلب ته مور رنگارنگي ۽ سهڻو پکي ٿيندو آهي.

رهڻ جو هنڌ:- هي باغن ۽ جهنگلن ۾ هوندو آهي. ماڻهو گهرن ۾ به پاليندا آهن.

سڀاءُ ۽ عادتون: هي ڏڄڻو پکي آهي. ڪتي، ٻلي وغيره جانورن کان ڏڄندو آهي. مور ۽ ڏيل گهڻو ڪري سيڻي گڏگهمندا ڦرندا آهن جڏهن آکيرو ڪندو آهي تڏهن ڏاڍو نچندو آهي ۽ سهڻو لڳندو آهي. انوقت سندس پڇ هڪ چٽ يا تاج وانگر لڳندو آهي.

ڪم:- هن کي ماڻهو گهرن ۾ وندر لاءِ پاليندا آهن. کيس رانديون وغيره سيکاريندا آهن هي سيڻي پکين ۾ سهڻو پکي آهي، تنهنڪري سرڪس يا نمائش ۾ به رکندا آهن.

نوٽ استاد صاحب اهڙي طرح ٻين جانورن ۽ پکين تي مضمون لکائي-

# رسيدون لکڻ

## ١- اڌارن پيسن لاءِ رسيد

پئسا انداز ٦٠٠/ روپيه اکرين ڇهه سئو روپيه پورا مون هيٺ صحيح ڪندڙ کي جناب سيٺ محمد يعقوب ميمڻ کان ڇهن مهينن لاءِ اڌاري طور برابر مليا-

تاريخ ١ فيبروري ١٩٦٨ع

شاهدي

صحيح گل حسن ڪوسو

محمد موسيٰ ڪوسو

## ٢- پگھار لاءِ رسيد

پئسا انداز ١٢٥ روپيه اکرين هڪ سئو پنجويهه روپيه پورا مون هيٺ صحيح ڪندڙ کي بابت پگھار ماه جنوري ١٩٦٨ع جا جناب تعلقه ماستر صاحب موره کان برابر مليا.

تاريخ ٥-٢-١٩٦٨ع

امام علي چانڊيو

نائب ماستر اسڪول سونهان

تعلقو مورو

## ٣- راهداري

سيني عام خاص ماڻهن خواهه سرڪاري عملدارن جي سڌ لاءِ لکجي ٿو ته نالي احمد ولد سائين بخش خاصخيلي وينل نوان جتوئي تعلقه مورو هتان هالا نوان کان ڏاندن جو جوڙو هڪ هزار روپيه خريد ڪري پنهنجي ڳوٺ وڃي ٿو، واٽ تي ڪوبه ڪيس رنڊ روڪ نه ڪري. ڏاندن جا نشان هيٺ ڏجن ٿا:

١- رنگ ڪڪڙو ٢- عمر ڇهين ڏندين ٣- سڱ مناوان ٤- پڇ پورو پنو ٥- منهن تي سفيد چٽو.

١- رنگ ڳاڙهو مليرو ٢- عمر نئون مڙيل ٣- سڱ نهرا ٤- پڇ پورو پنو ٥- ساڄي ران تي داغ جو نشان.

تاريخ ١٢ فيبروري ١٩٦٨ع

چيئرمن ٽائون ڪاميٽي هالا

ضلع حيدرآباد

## ٤- مني آرڊر فارم پرڻ

پئسن جو تعداد انگن ۾ ٧٥ روپيه
پئسن جو تعداد اکرن ۾ پنجهتر روپيه پورا
پئسن وٺندڙ جو نالو ۽ پتو:- مسٽر رسول بخش صاحب ٽنيو
اسسٽنٽ ماسٽر پرڪٽسنگ اسڪول، ٽريننگ
ڪاليج فارمين حيدرآباد سنڌ.

مني آرڊر جي رقم انگن ۾ ٧٥ روپيه
" " اکرن ۾ پنجهتر روپيه
موڪليندڙ جو نالو ۽ پتو:- محمد علي ميمڻ دوڪاندار
سڪرنڊ ضلع نوبشاهه

نوٽ:- فارم جي هيٺان مختصر احوال لکبو آهي-
محترم رسول بخش صاحب سلامت
السلام عليڪم:- هن گڏ پنجهتر روپيه موڪلجن ٿا
اوهان مون لاءِ چادرن جو ڏزن ڪن وٺي موڪليندا ته
مهرباني- السلام مطالع ڪندا-
محمد علي ميمڻ دوڪاندار سڪرنڊ-

---

نوان جتوئي — دوست ڏانهن خط

٢-٢-١٩٦٨ع

هجو
سدا سلامت
پيارا دوست در محمد خان

السلام عليڪم:-
اميد ته اوهان صاحب بفضل رب العالمين خوش خورم هوندا ۽ آهيو.
احوال ته- اوهان جو خط پهتو- مهرباني- مون کی پاڻ خط جو سخت انتظار هو- اوهان کي ڪاميابيءَ جون لکها مبارڪون هجن- سچ چيو اٿن ته ”ڏورين سي لهن، جڏهن تڏهن هوت کي“- اوهان جون ڪوششون پين لاءِ راه هموار ڪري رهيون آهن.
همت و بردباري سان ڏکيو ڪم به آسان ٿيو پوي.
السلام اوهان صاحب و جملي دوستن کي رسن.

والسلام — اوهان جو فضل محمد خاصخيلي
نوان جتوئي

نواب شاهه — پيءُ ڏانهن خط

١٢-٢-١٩٦٨ع

دائم اقبال
خدمت ۾ جناب حضرت والد صاحب

السلام عليڪم:- گهڻن ادبن، نيازن و پيرن چمڻ جي عرض ته هت ڪل خير آهن- اوهان بزرگن ڏانهن به رب العالمين خير ڪيو هوندو آمين-

عرض تہ:- اسان جو ساليانو امتحان گذريل هفتي ۾ ٿيو: جنهن ۾ آءٌ پهرين نمبر سان فل پاس ٿيو آهيان. اها سڀ اوهان صاحبن جي دعا آهي. مون کي انگريزي پڙهڻ جو شوق آهي، انڪري پئسا انداز پندرهن روپيه موڪلڻ فرمائيندا تہ ڇهين جماعت جا ڪتاب وٺي ڪم کي سويرئي شروع ڪري ڏيان.

پيا حال احوال خيريت جا آهن، السلام ۽ پيرن تي هٿ عرض-

اوهان جو نورچشم
نور احمد

سڪرنڊ مرشد ڏانهن خط

٥-٢-١٩٦٨ع دائم اقبال

خدمت ۾ جناب حضرت مرشد صاحب

السلام عليڪم:- گهڻن ادبن نيازن ۽ پير چمڻ جي عرض تہ ڪافي وقت کان زيارت نہ ڪرائي اٿو اسان کي تمام سڪ ٿي پيئي آهي، ان لاءِ التجا آهي تہ ڪرم نوازي فرمائي بنده جي دعوت بہ ڪائي ويندا ۽ زيارت پڻ ڪرائي ويندا.

اميد تہ سائينجن هن هفتي اچي، جملي مريدن کي زيارت ڪرائي ويندا. السلام ۽ پيرن تي هٿ عرض. السلام ۽ پيرن تي هٿ جملي مريدن جا قبول پون.

زياده ادب اوهان جو مريد
محمد عرس

مورو		ڀاءُ ڏانهن خط

٨-١٢-١٩٦٨ع		سدا سلامت هجو

پيارا ڀاءُ صاحب

السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاته

اميد ته اوهان صاحب مالڪ الملڪ جي مهربانيءَ سان خوش باش هوندا.

مطلب ته: آءٌ پڙهڻ ۾ مشغول آهيان، منت به مهلت ڪانه ٿي ملي- اسان ڪلاس وارن جي پاڻ ۾ چٽا ڀيٽي لڳي پيئي آهي. ڀهرين نمبر حاصل ڪرڻ پنج شاگرد اميدوار آهيون. استاد صاحب هرهڪ کي همٿائي رهيو آهي- ان ڪري آءٌ گهوٽ اچي ڪونه سگهندس مهرباني ڪري مون ڏانهن مهيني جو خرچ پڪو ترت ڏياري موڪلڻ فرمائيندا-

السلام ۽ پيرن تي هٿ والدين کي عرض رکندا

السلام اوهان صاحب ۽ جملي دوستن کي رسن.

بنده علي نواز

## ٥- پٽ ڏانهن خط

سڪرنڊ

٥- فيبروري ١٩٦٨ع		طولعمره

نورچشم راحت جان محمد هاشم

اسلام عليڪم- گهڻي پيار ۽ سڪ جي لکجي ٿو ته ڪيترا ڏينهن گذري ويا آهن جو اوهان احوال نه موڪليو آهي. اسان کي انتظار ٿي پيو آهي- خط پهچڻ

شرط حال احوال کان واقف ڪندا .
٢- پنهنجي پڙهڻ ۾ رات ڏينهن مشغول رهندا.
اميد ته گذريل امتحان وانگر هن سال به پهريون نمبر ڪڻندا .
هت سڀ خير آهي تسلي ڪندا .
اسلام جملي عزيزن جا مطالع ڪندا .
دعاگي پير بخش نيوهر

## درخواستون لکڻ

ڪنڊيارو — موڪل لاءِ درخواست

١٠-٢-١٩٦٨ع — ڪنڊيارو

پرائمري اسڪول

خدمت ۾ جناب هيڊ ماستر صاحب

آءٌ عرضدار گل محمد ابن خير محمد ميمن متعلم پنجين جماعت، پرائمري اسڪول ڪنڊيارو جو عرض ٿو ڪريان ته منهنجي ناءُ جي شادي ايندڙ هفتي ۾ آهي. ان لاءِ موڪل جي ضرورت آهي . مهرباني ڪري تاريخ ١٢- ٢ ١٩٦٨، کان تاريخ ١٧ ٢ ١٩٦٨ تائين هڪ هفتو موڪل ڏيئي فرمائيندا ته احسان .

زياده خير

تاريخ ١٠- ٢- ١٩٦٨

عرضدار گل محمد ميمن
متعلم جاعت پنجين
پرائمري اسڪول ڪنڊيارو

٢ — اسڪالر شپ لاءِ درخواست

مورو
٩- ٦- ١٩٦٨ع

مورو
پرائمري اسڪول

خدمت ۾ جناب هيڊ ماستر صاحب

آءٌ عرضدار انورالدين ولد شمس الدين سومرو پڙهندڙ جماعت چوٿين اسڪول موري جو عرض ٿو ڪريان ته مهنجا مائٽ بلڪل مسڪين آهن مون کي پڙهڻ تي گهڻو شوق آهي ليڪن غريبي سبب پڙهائي نٿا سگهن. ان لاءِ التجا آهي ته مون کي اسڪالر شپ وٺائي ڏيڻ فرمائيندا ته تعليم حاصل ڪري سائينجن جي آل و اقبال جو دعاگو رهندس.

زياده ادب

تاريخ ٩- ٢- ١٩٦٨

عرضدار انورالدين شمس الدين ميمڻ
متعلم جمائت چوٿين (مورو)

شاگردن کي پاڻ تي مضمون لکائڻ:

منهن جو نالو محمد عيسيٰ آهي. منهن جي والد صاحب جو نالو محمد موسيٰ آهي. مهن جي ذات خاصخيلي آهي. آءٌ چوٿين جماعت ۾ پڙهندو آهيان. آءٌ پنهنجي ڪلاس جو مانيٽر آهيان. آءٌ بلڪل هو شيار آهيان مون کي ٻه هٿ، ٻه ڪن، ٻه اکيون، ٻه پير، هڪ نڪ، ۽ هڪ وات آهي. آءٌ هٿن سان ڪم ڪندو آهيان ڪنن سان ٻڌندو آهيان، اکين سان ڏسندو آهيان، پيرن

سان پنڌ ڪندو آهيان، نڪ سان سگهندو آهيان، وات
سان کائيندو آهيان ۽ ڳالهائيندو آهيان.

ڳوٺ تي مضمون لکڻ

اسان جي ڳوٺ جو نالو سهڙا آهي. سهڙا ڳوٺ
تعلقه موري ضلع نوابشاهه ۾ آهي. هن ۾ ٽي سو گهر
آهن سهڙا ڳوٺ ۾ سومرا، ميمڻ، سهتا، ڪونريچا، پٺي
ذات جا ماڻهو رهن ٿا. سهڙا ڳوٺ جو وڏيرو لعل محمد
خان ڪونريچو آهي ڳوٺ ۾ هڪ پرائمري اسڪول،
ڍڪ ۽ انجنيري بنگلو آهي. سهڙا ديهه ۽ ٽپي جو نالو
پڻ آهي سهڙا، منبائي ڪان ٻه ميل موري واري رستي
تي آهي. سهڙا ۾ پوسٽ آفيس پڻ آهي.

نوٽ:- اهڙي طرح شاگردن ۾ تقريري مادي خواه
تحريري طاقت لاءِ اهڙا عنوان ڪارگر ثابت ٿين ٿا.

اسڪول تي مضمون

اسان جي اسڪول جو نالو نوان جتوئي آهي- نوان جتوئي
۾ ڏه ماستر ۽ پنج ڪلاس ٽي سو شاگرد آهن هيڊ
ماستر جو نالو حاجي محمد بخش خان جتوئي آهي- اسڪول
کي عاليشان پارڪ آهي جنهن ۾ قسمين قسمين گل
آهن- اسان جو اسڪول پڙهائيءَ ۾ پهريون نمبر آهي-
اسڪول ۾ ماستر صاحب گهڻو ڪري ڳوٺ جا آهن-
اسڪول ۾ جونيئر ريڊڪراس، لئبرري پڻ آهي شاگردن
جي پڙهائيءَ سان گڏ سندن اخلاق، صفائي سٺائي تي پڻ

توجهه ڏنو وڃي ٿو.

اسان جو اسڪول يونين جتوئي نوان، تعلقو مورو ضلعو نواب شاه ۾ آهي. اسان جو اسڪول تعلقي جو سڀ سينئر آهي جتان استاد صاحب پگهارو وٺندا آهن.

**پورو ٿيو**

چپيندڙ:

واحد آرٽ پريس فقير جو پڙ ميونسپل مارڪيٽ حيدرآباد.

## مصنف جا شايع ٿيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| ١ــ اسلامي سوغات حصہ اول | ٣١ــ٠ |
| ٢ــ حقوق الوالدين | ٣١ــ٠ |
| ٣ــ مجموعہ ادعيہ | ٣١ــ٠ |
| ٤ــ املهہ ماڻڪ | ٣١ــ٠ |
| ٥ــ موتي | ٣٧ــ٠ |
| ٦ــ نماز ڪامل | ٥٠ــ١ |
| ٧ــ نماز مترجم | ٣١ــ٠ |
| ٨ــ ياد نماز | ٥٠ــ١ |
| ٩ــ گل بهادر | ٥٠ــ٠ |
| ١٠ــ جاگرافي تعلقو نوابشاه | ٣٧ــ٠ |

## غير مطبوع ڪتاب

١ــ ڪلام صابر

٢ تذڪرة الشعرا ضلعو نوابشاهہ

٣ــ اسلامي سوغات ٻيو ڀاڱو

## ملڻ جو هنڌ:-

١ــ مختيار بوڪ ڊيپو نواب شاهہ

٢ــ آر- ايم- فتح ائنڊ برادرس حيدرآباد